Amarta's Book No.81



**ڪا شڪايت رهي نہ آ تو کان [شاعري]**
**وسيم حيدر کوسو**

لي آئوٽ: **فقير محمد ڍول**
ٽائيٽل: **عرفان علي ميمڻ**
ڪمپوزنگ: **راز محمد لغاري**
ڇاپو پهريون: جُولاءِ 2023 ع
ڇپيندڙ: **امرتا پبليڪيشنس حيدرآباد.**
امرتا ڇاپ گهر، 1-باسم چيمبرس حيدر چوڪ حيدرآباد
amartachhapghar@gmail.com
ڇپرائيندڙ: **ڍول فقير فائونڊيشن- سنڌ**
قيمت: 500.00 روپيا




**Ka Shikayat Rah'i Na Aa Ta'o Khaa'n**
[Sindhi Poetry]
**Waseem Hyder Khoso**

Lay Out: Faqir Muhammad Dhol
Title: Irfan Ali Memon
Composing: Raaz Muhammad Laghari
First Edition: July 2023
Printed by: Amarta Publications Hyderabad,
Amarta Chhap Ghar, 1-Basim Chambers,
Hyder Chowk Hyderabad.
Published by: Dhol Faqir Foundation, Sindh
ISBN: 978-969-7954-43-8
Price: Rs.500.00

## سونهن سٽاءُ



## غزلَ

ڪا شڪايت رهي نہ آ تو کان

ڪا شڪايت رهي نہ آ تو کان

## گيتَ



## چوسٽا





# ارپنا

امڙ جي نانءِ
جنهن جي دعائن سان
منهنجي حياتيءَ جون
رونقون بحال آهن.

- وسيم حيدر ڪوسو

ڪا شڪايت رهي نہ آ تو کان
مون ميارُن جا ڏنگ موڙيا هِن

## شاعري سَوَلي ڪونهي

[اداري پاران]

شاعري، ڪرڻ لاءِ اسان ۽ توهان يا هر ڪنهن لاءِ بنهه سَوَلي آهي، پر جڏهن ڪجي ٿي ته خبر پوي ٿي ته شاعري گُهري ڇا ٿي؟ ۽ شاعريءَ جي اِها گُهر ۽ ان جو پورائو ڏاڍا ڏکيا آهن. جيڪا هر ڪنهن جي وس جي ڳالهه ڪونهي، جيڪڏهن ائين هجي ها ته دنيا ۾ هر ڪو ماڻهو ڪِيٽس يا امداد هجي ها... شاهه سائين ۽ شيخ صاحب جي ته پاڻ ڳالهه ئي نٿا ڪريون. انهن جون ته بِيٽس ۽ راهون ئي جدا آهن ۽ حيرتناڪ آهن.. جديد شاعريءَ جي پوئواريءَ ۾ ته تنوير عباسي ۽ امداد حُسيني بڻجڻ به بيحد و بي انتها اوکو آهي.. پر انهن سيني ڳالهين کي ڇڏي ڪري هتي سنڌ اندر ته هر ڪو شاعر آهي، اها ڳالهه ئي حيرت ۾ وجهندڙ آهي!

الاءِ ڇو جيئن متي عرض ڪيم ته شاعري ڪرڻ لاءِ ته بنهه سَوَلي آهي، بلڪِ ائين ٿو سمجهي هر ڪو پر يقين ڪريو ته شاعري رَتُ، سَتُ ۽ وقتُ گهري ٿي. شاعر کي نِپوڙي ڇڏي ٿي ۽ جيڪي سچا ۽ عاشق شاعر هوندا انهن جي بيهڪ ئي توهان کي ٻڌائيندي ته هي ماڻهو شاعر آهي. پوءِ توهان شاهه سائينءَ لاءِ سوچيو يا امداد حُسينيءَ کي جانچي وٺو. جسماني طور شاعر جا اهي به وڏا مثال ويجهي ۽ دُور ماضيءَ جا سامهون آهن ۽ بين نسبتن ۾ جيڪڏهن شاعر کي جانچڻو آهي ته پوءِ اياز کي ۽ تنوير کي جانچڻ ضروري آهي، اهي وري پنهنجي هائي ڪاٺي ۾ مختلف هئا. پر انهن جي طبيعت ۽ ڪيفيت شاعر جي عڪاس آهي.

خير اهو بحث ڊگهو آهي، جتي شاعريءَ جي ۽ شاعرن جي گهٽائي هجي، اتي پنهنجي پاڻ کي ميرائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ان لاءِ آءٌ ته هميشه

فقط ٻن ڳالهين جو ذڪر ضرور ڪندو آهيان ته اوهان وٽ يعني شاعر وٽ پنهنجي تخيل جي اظهار لاءِ اسلوب جُدا هجي ۽ جيترو سادو سلُوڻو هجي اوترو بهتر... اهو شاعر، شاعريءَ يا شاعرن جي ڀيٽ ۾ پاڻ ضرور مڃرائي ويندو. ذيرِ نظر ڪتاب، جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي، اهو ’مجموعءِ ڪلام‘ ۽ ان جو ’شاعر‘ انهن ٻنهي ڳالهين جي شاهدي ڀرين ٿا. اسلوب جدا ۽ سادو آهي، جنهن ڪري هن مجموعي جي شاعر ’وسيم حيدر ڪوسي‘ ڪي شاعريءَ جي شروعات ۾ ئي ڳايو ويو ۽ پذيرائي سندس پلوَ اچي جهليو ۽ ائين هُو پنهنجين ننڍڙين ننڍڙين وِکن ڪي وڏين وڏين ٻرانگهن ۾ مٽائيندو صاحبِ ڪتاب بڻجي، اوهان جي آڏو اچي بيٺو آهي.

شاعريءَ جو هي مجموعو ’ڪا شڪايت رهي نه آ تو ڪان‘، هڪڙي بيحد سهڻي شاعر جي تخيل جو سادو اظهار آهي، جيڪو اوهان ڪي ضرور پاڻ وٽائيندو. هن مجموعءِ ڪلام بابت وڌيڪ ڇا وِيچارجي ۽ اوهان اڳيان ان بابت ڪيترو لکي پيش ڪجي، بس اهو ئي گهڻو آهي ته جيترو به لکجي سو گهٽ آهي بلڪِ بنهه گهٽ.

سو، اوهان ڪتاب ۾ شامل ڪيل شاعري پڙهي ڏسو ۽ اسان ڪي پنهنجي راءِ بابت ضرور آگاهه ڪجو. اسان ڪي اوسيئڙو رهندو.

’امرتا پبلڪيشنس‘ پنهنجي هن نوجوان شاعر ’وسيم حيدر‘ جو ڪتاب پيش ڪندي، گهڻي سرهائي محسوس ڪري ٿي. شال اوهان سيئي شاد آباد هجو- آمين.

فقير محمد ڍول

اربع، جُون 21، 2023ع
’امرتا پبليڪيشنز‘
آفيس نمبر: 1- باسر چيمبرس،
ميزنائن فلور حيدرچوڪ،
گاڏي کاتو حيدرآباد



## اوهان جو شاعر اوهان جي آڏو

[شاعر پاران]

غزل، منهنجي پسنديده صنف رهي آهي، گذريل ڪجهه سالن کان مسلسل لکندو رهيو آهيان. منهنجا ڪافي گيتَ ۽ غزل سنڌ جي نالي وارن فنڪارن ڳايا آهن.

منهنجو پهريون گيت ’گيت گم سم فضائن ۾ پٽڪن پيا، روز سڏڙا ڪري خواب سڏڪن پيا‘ ڪافي پسند ڪيو ويو ۽ ان کي گهڻي پذيرائي به ملي. ان گيت کان پوءِ مون ۾ شاعريءَ جو اجان وڌيڪ اتساهه جاڳيو ۽ خيال آيو ته ڪتاب ڇپائجي ۽ اها منهنجي خواهش به هئي جيڪا الحمداللہ پوري ٿي ۽ بيحد سرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان.

’امرتا پبليڪيشنس‘ پاران ڇپايل هي ڪتاب ’ڪا شڪايت رهي نه آ تو ڪان‘ اوهان سڄڻن جي اکين آڏو آهي. آئون پنهنجي گهر ڀاتين جي اڻ ڳڻين نوازشن ۽ مهربانين جو ٿورائتو آهيان، جيڪي مسلسل منهنجي حوصلا افزائي ڪندا رهيا ۽ منهنجي هن سفر ۾ مون سان ٻانهن ٻيلي رهيا... خاص طور پنهنجن وڏن ڀائرن حسن ۽ ذوالفقار علي، جن جي محبتن ۽ شفقتن جي ڇانوَ ۾ منهنجي شاعريءَ کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ جو خواب پايهء تڪميل تي پهتو. ڌڻيءَ در دعاڳو آهيان ته ڪريم رب کين وک وک تي ڪروڙين خوشيون عطا ڪري- آمين

مون اڳ ئي ذڪر ڪيو ته هي منهنجو پهريون شاعريءَ جو ڳُٽڪو آهي، تنهن ڪري آئون ڇپائي جي مرحلن ۽ شاعريءَ کي ڪتابي صورت

ڏيڻ وارن مرحلن کان اڻ واقف هيس. انهي سڄي ڪاوشن ۾ آئون دل جي اٿاهَ گهرائيُن سان منهنجي محسن ۽ محترم سائين 'محمود مغل صاحب' جو انتهائي ٿورائتو آهيان. جنهن انتهائي شفقت سان منهنجي رهنمائي ڪئي ۽ منهنجي لاءِ اها بہ خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ منهنجي ڪتاب جو بئڪ ٽائيٽل منهنجي محسن سائين محمود مغل صاحب لکيو آهي.

آءُ ادب جي دنيا جو هڪڙو ننڍڙو شاگرد آهيان ۽ اِهان سڪان ٿو پيو. ممڪن آهي، ڪجهہ اُڻايون رهجي ويون هجن. پر تنهنجي هوندي بہ اميد آهي تہ اوهان سڄڻن کي هيءَ ڪاوش پسند ايندي.

**وسيم حيدر ڪوسو**

جُولاءِ پهرين. 2023ع
سامارو





پراڻي ڳوٺ جي دنگ تان
لنگهي اڄ پار ٿي ڏسجي

مٽيءَ جا ٿاهي ڪجهه گهرڙا
يلا اڄ ٻار ٿي ڏسجي

پنهنجي لاءِ ٿو جيئي هر ڪو
ڪڏهن سنسار ٿي ڏسجي

وڪيري مرڪ چپڙن تي
وري ملهار ٿي ڏسجي

چوندي ڪجهه گل چنبيليءَ جا
ڳچيءَ جو هار ٿي ڏسجي

ورهايون محبتون گڏجي
خوشين آڌار ٿي ڏسجي

-o-



چامشورا وڇوڙا سي وسرن نٿا
سنڌ ورسنيءَ جا ڏينھڙا سي وسرن نٿا

پيار سان جو تڪيائين نگاھون ڪٺي
نيڻ ڪارا ڪجلڙا سي وسرن نٿا

رنگ سارو گلن جو نچوئي پرين
مينديءَ وارا ھٿڙا سي وسرن نٿا

زلفَ ڇوڙي، سنواري، سجايئي جڏھن
وار ڪارا ۽ ڇلڙا سي وسرن نٿا

من جي آڳر تي، ھُو مور پيو ٿو نَلي
پير پيارا، پدمڙا سي وسرن نٿا

-0-



وري ٻُور باغن ۾ انبن جهليا هِن
نوان باب يادن جا ٻيهر کليا هِن

کُتل نيڻ آهن اوهان جي دڳن تي
اڃان آسرا ڪونہ تنهنجا پليا هِن

ڪري ياد ماضي بس ويهي رهياسين
ڪي ساٿي پراڻا اسان کي مليا هِن

پيا خواب پٽڪن گسن ۽ پنڌن تي
لڳي ٿو تہ نيڻن جو رستو ڀليا هِن

جي گڏجَي تہ هن کي هي چئجو وڃي
تو کان پوءِ جذبا هِي در در رليا هِن

-o-



چڙ سفر ۾ حيات ساري آ
مرڪ پوءِ پي چپن تي طاري آ

تو سان ناتو منهنجو آ ائين جڙيل
جيئن وڻ سان جڙيل ڪا ٽاري آ

رات اوجاڳي ۾ وئي گذري سڄي
ڏس نه نيڻن تي ننڊ جي خماري آ

ڪو ڏيئو ئي هجي روشنيءَ جي لاءِ
مان سفر ۾ هان رات ڪاري آ

فرصتن ۾ ڪڏهن نه مون کان پڇ
تو سواءِ زندگي ڪيئن گهاري آ

تي پياسين اڪيلا نه چا تي پيو
پاڻ سان سات پنهنجو جاري آ

-o-



اوهان سان ساڻ ڪينجھر تي
هلون اڄ پاڻ ڪينجھر تي

چاندني رات جو سانول
آهي چانڊاڻ ڪينجھر تي

سڏن لهرون پيون توکي
وري آ هاڻ ڪينجھر تي

سُڳند پئي آ هُڳي ساري
آهي سرهاڻ ڪينجھر تي

ويھي ٻيڙيءَ تي ٻيئي پاڻ
ڪيون رهاڻ ڪينجھر تي

-o-



ايندي ويندين كلين ٿو، وڏي مهرباني
مون سان مُركي ملين ٿو، وڏي مهرباني

لوڪ آڏو ڪُلئي عام مون کي مڃ
پنهنجو پنهنجو سڏين ٿو، وڏي مهرباني

پنهنجي چاهت جو ڏيندي دلاسو پرين
هٿ هٿن تي رکين ٿو، وڏي مهرباني

مون کي پنهنجو سمجهي دل جا سارا
حال مون سان ونڊين ٿو، وڏي مهرباني

-0-



اسان جو جِيوَن اڪيلو گذريو
ڪنڌيءَ تي بيٺل ڪنگور وانگي

ويو لنگھيندو وقت هٿن مان
جوانيءَ جي گذريل دور وانگي

اسان جا جذبا پهاڙ جيڏا
جبل جي چوٽيءَ تي مور وانگي

تڪين پيا گلڙا بهار رت ڪي
چنڊ ڪي جڻ چڪور وانگي

پيو ٿو ڍنڪي سڪون لاءِ جِيوَن
ولر ڪان وڇڙيل مور وانگي

پڙاڏو ڪوئي پڪار بڻجي
اڃان پيو گونجي شور وانگي

وسن ٿيون ماڪون پرهه ڦٽيءَ جو
سانوڻ گھٽا گھنگھور وانگي

-o-



نٽيون وسرن ملاقاتيون
اکيون هِن ديد لاءِ آتيون

•

توکي ساري سُتا ناهيون
اوجاڳن ۾ ڪَٽيون راتيون

اسان تنهنجي ئي يادن سان
کِلي جُهمريون آهن پاتيون

جدائي جِيءَ پئي جهوري
ڏکيا بس ڏينهن پيا ڪاٽيون

گهاريون گڏ هيون تو سان
ڪيئي شامون ۽ پرڀاتيون

-o-



چڏي ڳوٺ تنهنجو لڏي، اڄ وڃون پيا
پرين تنهنجو پاڙو ڇڏي، اڄ وڃون پيا

پُريل پِت ۽ جُهريل کو جُهويو نہ ڏس
تنهنجي گهر اڳيان سو اڏي، اڄ وڃون پيا

پري ئي پري کان پيا توکي پڪاريون
اهي سڏ کيڏا ڇڏي، اڄ وڃون پيا

کري نانءُ تنهنجي، سڄيون ساريون مرڪون
توکي خوشين سان گڏي، اڄ وڃون پيا

-o-



هي جوڀن جا ڏينهڙا الاءِ ڪيترا
درد دلبر نہ ڏي ايترا ايترا

مان تہ هر حال تو ڏي اچان پيو پرين
ڇا ڪندا مشڪلون پيچرا پيچرا

تنهنجي موٽي اچڻ جا دلاسا ٻُڌي
دل تي ريجهي پئي آسرا آسرا

پيار پوپٽ تہ ناهي جو اڏري وڃي
تيز ڇولين جيان وهڪرا وهڪرا

سي سانديءِ سنڀالي مون جوڙي رکيا
مون ڏي خط تو لکيا جيترا جيترا

-o-



روح ريجهي نٿو تو سوا او چري
تون هلي آ وري، تون هلي آ وري

آءُ گڏجي تڪيون هيءُ منظر مٺي
چنڊ چمڪي پيو، رات تارن ڀري

ونگ زلفن جا ويڙهي ڪڪر چانءَ ڪر
ڏور مون کي نہ ڪر، پاڻ کان سانوري

هي جوڀن جا ڏينهڙا الاءِ ڪيترا
ايڏو بانور نہ ڪر حسن تي بانوري

ڏسُ ملي ئي نٿو وَسُ هلي ئي نٿو
سار تنهنجي وري اڄ پئي آ هري

-o-



ايڏو ناراض ٿيءُ نہ ٿيندو ڪر
ڪڏهن ڪڏهن تہ من ايندو ڪر

ٿيون اداسيون وڃن وکوڙي جِيءُ
ايڏو جلدي هتان نہ ويندو ڪر

ڏس بهار آئي آ، هليو آ تون
ڏس دلاسا رڳو نہ ڏيندو ڪر

بس اها التجا آ توکي پرين
ٽورڙو مون ڏي ٿيءُ تڪيندو ڪر

-o-



وڻيو منظر نظاري جو
گڏيءَ[1] تي شام ڏاري جو

گڏيءَ تان رات جو ڏسجي
چمڪڻ چنڊ ۽ تاري جو

گهلي پئي هير آ ٿڌڙي
ڪو جهونڻو چڻ اونهاري جو

وڃن آهي گڏي تو سان
وري وربو وسڪاري جو

تري آيو آ نيڻن تي
تصور سال ساري جو

-o-

---

[1]. گڏي: مٺي شهر جي مشهور ٽڪ
ڪا شڪايت رهي نہ آ تو کان



کڏهن محب توسان جفائون نہ ٿينديون
اسان کان اوهان جون ڳلائون نہ ٿينديون

پئي گونج گونجي ڪري توکي سڏڙا
صدين تائين پيهر صدائون نہ ٿينديون

اسين توکي چاهي چريا ٿي وياسين
وري ڪڏهن اهڙيون خطائون نہ ٿينديون

جوانيءَ جو جڏهين لهي سج هي ويندو
ٺڪي ناز پوندا ادائون نہ ٿينديون

ڇڻي پن پوندا خزان رُتِ ۾ جڏهين
تڏهن وڻ گهاٽي جون ڇانئون نہ ٿينديون

-o-



روئي روئي پيا کلون هاڻي
آخري پيرو پيا ملون هاڻي

سڏکي سڏکي چيائين او ساٿي
آسرا سارا ٿا پلئون هاڻي

ڳوڙها ڳل تان جو سمنڊ ڇوليون ٿيا
نير ڪارا ٿيون ڳلون هاڻي

تو ڪان پوءِ تون ٻڌاءِ او سائين
سُور ڪنهن سان پلا سلون هاڻي

هٿ هٿن ۾ ڏئي چيائين روئي
ٿي گهڻي دير آ هلئون هاڻي

-o-



منهنجا سارا گيت اوهان لئہ
چاهت، محبت، پريت اوهان لئہ

من ۾ جيڪي ساز چڙيا سي
سارا سر سنگيت اوهان لئہ

جيڪا رکي هئي سا ئي اڄ آ
محبت واري ريت اوهان لئہ

جِيوَن ۾ جا حاصل ڪئي مون
منهنجي ساري جيت اوهان لئہ

-0-



وَريُون جي بهارون، اوهين ياد آيا
اوهان کي پيا ساريون، اوهين ياد آيا

ڏٺو جوڙ ڪوئي ملندي جڏهن پي
ڪيون سين پڪارون، اوهين ياد آيا

تڪي راهه رستا اوهان جي اچڻ جا
پيا تا نهاريون، اوهين ياد آيا

چمن کي مبارڪ گلن جي ٽڙڻ جي
بهارن ڪيڪاريون، اوهين ياد آيا

اوهان جي محبت اسين پنهنجي دل مان
ڀلا ڪيئن وساريون، اوهين ياد آيا

ٿيون سانجهي صبح نير رم جهم وسائن
هي اکڙيون ويچاريون، اوهين ياد آيا

-0-



وساري ڇڏيو تو، نہ وساري سگھياسين
نہ ئي من پنھنجو ڏتاري سگھياسين

جڏھن کان ٿيا دور آھيون اوھان کان
نہ ريجھائي من کنھن سھاري سگھياسين

اوھان کي مبارڪ ھجي شال منزل
اسين ڪونہ پھچي ڪناري سگھياسين

سيئي زخم دل جا سنڀالي وتئون ٿا
نشان تہ رھيو، نہ ڏيکاري سگھياسين

-()-



پل ڇڏي ڏي وري پيا جيئنداسين
پيا هوائن کان تنهنجو پڇنداسين

مسڪرائي سڀن سان ملبو پر
ها اڪيلي ۾ خوب روئنداسين

زخم تازا وري به ٿي جي پيا
ڪونه توکي ڪڏهين سڏينداسين

تون وري اچ اهو آ تو سان وچن
گل ڪٺي آجيان لاءِ بيهنداسين

ڏيئي لوريون نيڻن کي ننڊن جون
روز خوابن ۾ تو سان ملنداسين

-o-



بوندون برسات جون اڄ وسن ٿيون پيون
ڪاريون ڪجليون اکيون پِڇن ٿيون پيون

رنگ اندلٺ جيان هِن نکري ويا
نظرون هرڻيءَ وانگي تَڪِن ٿيون پيون

تنهنجي پازيب تي مور جهمريون هڻن
ڇيرون ڇم ڇم ڪري وڄن ٿيون پيون

تنهنجي پاران لکيل چِٺيون گڏجي
تنهنجا ڏسَ ۽ پتا پڇن ٿيون پيون

سڪ ۽ سوز ۾ ڏينهن گذرن پيا
يادون ڏس ڪيترو رلن ٿيون پيون

هُو ڪڏهن ڀي نہ موٽي ايندو وري
۽ حياتيءَ گهڙيون ڪُٽن ٿيون پيون

-0-



گيت گم سم فضائن ۾ پٽڪن پيا
روز سڏڙا ڪري خواب سڏڪن پيا

جِيءُ جُهري آ پيو توکي ناهي پتو
لب تولاءِ اڄ ٻيِ ٿا مرڪن پيا

ٿي ويا رول راهن تي رولاڪ هون
گس، گهٽيون، گهيڙ سارا وسرن پيا

ياد پيا ٿا ڪيون ڳالهيون ڀلجي ويل
لفظ لهجي ۾ هر هر ٿا اٽڪن پيا

سُرمئي رات ۾، سوچ ڪُوڪاٽ ۾
هوريان هينئڙي اُڏما نڪرن پيا

-0-



رڻ تي رم جهم ۽ رات ڪاري آ
تو سان ڳالهيون ڪندي گُذاري آ

تنهنجي محبت جو وڏڦڙو گهرجي
من جي ڌرتي سڄي اُجاري آ

تنهنجي موٽڻ جا آسرا آهن
دلڙي آئت ڏئي ڌُتاري آ

تو ٻڌايان نہ رات ڪيئن گذري
چنڊ تارا تڪي گُذاري آ

-0-



منهنجو من گل ٻاڻيءَ وانگي
تنهنجون نظرون ڪاتيءَ وانگي

تو لاءِ جڻ تہ پراوا ٿياسين
مون لاءِ تون گهر ڀاتيءَ وانگي

جِيوَن جذبا ڳالهيون ٻوليون
مون سان ڪڏ هِن ساٿيءَ وانگي

سوچن جون اونهايون دل کي
روز لڳن ٿيون ڪاٺيءَ وانگي

تنهنجا گيت ۽ گفتا سارا
مون لاءِ جڻ هِن ماکيءَ وانگي

-o-



تو سواءِ جِيءَ کي ڇڻ پيو جهورو لڳي
آءُ، ڪينجهر وري ڪو هندورو لڳي

ڏس هوائن جي هُٻڪار مهڪي پئي
ڪيڏو سهڻو تو ڪينجهر نظارو لڳي

سڪ سارَي پئي، بس پڪاري پئي
ٻاٻيهو مينهن لاءِ جيئن اجارو لڳي

هير آهي گهلي تون ٻه آءُ هلي
من منهنجي کي ڪوئي سهارو لڳي

-o-



چڻ هينئڙي ۾ پيا ڏار لڳن
جيئن گلڙن ۾ ٿا خار لڳن

سوچ ۾ لوچ جي ٻه واٽي تي
شل خواب اسان جا پار لڳن

تنهنجي لفظن جي تِکَ تيزيءَ جا
ٿا ڏينهن ۾ سئو سئو وار لڳن

اڄ دل ٿي چوي مان توکي ٻُڌان
ٿا گفتا تنهنجا قرار لڳن

وِکريل زلفون ڪاريون ڪاريون
چڻ نانگ پيا ڪارا وار لڳن

-o-



آءِ هوائن پي چنگ چوريا ھِن
آس سڀ انگ ونگ جهوريا ھِن

ڪا شڪايت رهي نہ آ تو ڪان
مون ميارُن جا ڏنگ موڙيا ھِن

زندگي، درد جي ڪٽا ٽي آ
مون رڳو سُور ئي تہ سَوريا ھِن

توکي ساري گهٽو رُنو آهيان
خواب لڙڪن سان گڏ لوڙهيا ھِن

ڪو پُڇِي ڏِي پيلا پرينءَ ڪان اهو
ڇو نينهن ناتا مون ڪان ٽوڙيا ھِن

-0-



اک ۽ ٿوهر ٿرڪن پيا ٿا
خواب دڳن تي مرڪن پيا ٿا

ٽِم ٽِم ٽمڪيا ڳوڙها ڳلن تان
بوندن وانگي برسن پيا ٿا

سُور نوان هر روز سنبرجي
لوڻ ڦٽن تي ٻُرڪن پيا ٿا

توکي ڏسڻ لاءِ نيڻ اسان جا
هاءِ ڪيڏو ترسن پيا ٿا

-o-



پُورڙيون پُورڙيون نشيليون اکيون
چڙ تہ طوفان، سمندَ چوليون اکيون

ڪين سمجهي سگهيو نہ آهي ڪو
توکي ڪهڙيون مليون پروليون ڪيون

مان چِتائي تڪيندو هوس اِهي
ناز سان پُر، ٿيل نخريليون اٿيون

تن کي ڀيهر ڏسڻ لاءِ واجهايان
ڪيڏو آهن مون تنهنجيون ڳوليون اکيون

خواب منظر نہ وسري آءُ سگهيس
جيئن صبح جو مون پنهنجون کوليون اکيون

-O-



رهو رات راڻا ڪيون ڪي رهاڻيون
وري ساريون سيئي ڳالهيون پراڻيون

ڏٺي ڏينهن ٿيا هن، لڳي سِڪ آهي
سوين تو ري ساجن هِن راتيون وهاڻيون

لڳي لوري من کي، من تنهنجي ئي آهي
اڱڻ پنهنجي منڙا توکي ڪيئن آڻيون

جهليا ٻور باغن، بس هُٻڪار آهي
هلي آءُ هاڻي ٻيو ڪجهه نه ڄاڻيون

ويون مرڪون وسري آهن سپ اسان کان
ٿيون گڏ آهن، سي دردن ڪهاڻيون

-o-



اکين ۾ اداسين جا پهرا لڙي پيا
غمن گوندرن جا سي ميڙا مڙي پيا

تصور اوهان جو تري جيئن آيو
تي زخم تازا وري اڄ ڪڙهي پيا

محفل ۾ هُن ڪي اچانڪ ڏنوسين
وري نيڻ هن ساڻ ٻيهر اڙِي پيا

خوشين پاتيون جهمريون آهن اندر ۾
چِنل هن سان ناتا وري اڄ جڙي پيا

-o-



نيڻن جي ڪنهن گهِري ڪُن ۾
ڪو خواب تہ آخر اڇٽو هو

رابيل ٽڙيا پئي جرَ متي
ڪا ندي هئي يا جهرٽو هو

خاموش رهون يا ڳالهايون
ڪو فيصلو نيٺ تہ ڪرڻو هو

لڙهڻ ٻڏڻ جو خوف ٻيي هو
۽ دريا پار ٻيي ڪرڻو هو

ڪجهہ گهاءَ تہ ڏاڍا گهِرا هئا
پاتال مان پاڻي پرڻو هو

-o-



هُڪِي پيون هوائون وري شام ڏاري
فضائن ۾ آنچل پيو هُو اُڏاري

پکين جي ولر ۾ فقط هڪڙي ڪونج
چو ترڪي پئي، هن ڪنڌي هن ڪناري

سناٽن ۾ آئي صدا آهي ڪنهن جي
حياتي حياتي پيو ڪو پڪاري

رهيو معاملو سار جو ساڻ دل سان
خزائن، بهارن، سياري، اونهاري

پئي ٽمڪي بر ۾، ڪا ئي باهڙي
اڪيلو جُهڳيءَ ۾ ڪو ٽانڊو ٿو ٻاري

ٻلا ڪهڙو ٿيندو، وَڏِڪَ حوصلو
جيئون پيا ٿا پنهنجي ئي سهاري

-0-



توکي دل مان کيئن ڏکاري ڇڏيان
وس ۾ ناهي جو مان وساري ڇڏيان

سمنڊ جون ڇوليون موج ۾ آهن
ڪيئن ٻيڙيءَ کي بي سهاري ڇڏيان

هُو اچي پيو ملڻ لئہ مون سان اڄ
آجيان لئہ ڏيئو ڪو ٻاري ڇڏيان

ڏي اجازت لکيم جو تولئہ گيت
ساري محفل ۾ سو جهونگاري ڇڏيان

غم نہ ڪر منهنجي ٻُڏڻ جو ساٿي
هل تہ توکي هلي ڪناري ڇڏيان

-o-



گهڙي پل جا مسافر ٻُڌ
رڳو هڪ رات ترسين ها

رُت ساوڻ ڪڪر وانگي
ٻٽين گهنگهور برسين ها

مڃان ٿو هُئين رنڱ ليڪن
جي پرڇايم ته پرچين ها

اهو ارمان بس آهي
اسان جو پيار پرکين ها

-0-



لُڏي پئي لوڏَ ناريءَ ۾
ٽڙيو چڻ گل واريءَ ۾

رهيو محور آ نظرن جو
سدا محفل ساريءَ ۾

اسان جا خواب ٿيا پوڙها
اوهان جي انتظاريءَ ۾

خزائن جا اسين مهمان
اوهين آهيو بهاريءَ ۾

اسين تو بن ائين آهيون
مسافر رات كاريءَ ۾

-o-



ڪنڌيءَ تي رابيل ٽڙندا نہ هوندا
اگڻ تي اجان مور نچندا نہ هوندا

سفر تي اوهين جو سنبري وڃو ٿا
دڳ اوهان کان اسان جو پڇندا نہ هوندا

پکي پائي ڀاڪر چولين کي هر هر
سنڌوءَ جي ڪپن تي ترندا نہ هوندا

صحرا ٿتل جي واريءَ تي اڄ ڀي
ڦُل نيرا اَکن تي ڦُٽندا نہ هوندا

خواهشن جي گهيري ۾ پنهنجا سپنا
چاهتن جي جزيرن ۾ پلندا نہ هوندا

-0-



ننڊ نيڻن مان وئي اُڏري آ
تون بہ خوابن مان هاڻي نڪري آ

پيار جي ٻيڙي آ ڪناري تي
تار دريا مان هاڻي اُڪري آ

تو سواءِ ناهي مزو يار رهيو
زندگي هاڻي ويئي وڪري آ

آهي هر هڪ گهٽيءَ ۾ سرهاڻ
هاءِ، هُوءَ شهر مان جو گذري آ

پاڻ وڇڙياسين جنهن مهل ساجن
سا گهڙي پل نہ مون کان وسري آ

-o-



تو وچن ڪيو آ موٽڻ جو
بس اهو دلاسو ڪافي آ

جو منهنجي آڏو گذري ويو
سو شخص اهو ئي ساڳي آ

هِت سات نڀائڻ اوکو آ
تو سمجهيو اڪ جي ماکي آ

ڪجهه ياد اٿئي يا وسري ويئي
تنهنجي ننڊپڻ جو ڪو ساٿي آ

اڄ ننڊ به ناهي نيڻن ڪي
۽ رات به وئي ٿي آڌي آ

-o-

ڪا شڪايت رهي نہ آ تو ڪان



ائين هڪدم رسي نہ وڃبو آ
ڪجھہ تہ محفل جو مان رکبو آ

رنجشن ۾ رکيو پيي ڇاھي منا
پيار ڏبو آ، پيار وٺبو آ

ها وسارڻ ۾ ورهيہ لڳندا هِن
آسرو ائين ٽوڙئي پلبو آ

پنهنجي آتم ڪٿا لکڻ لاءِ
ورق ماضيءَ جو وري پڙهبو آ

پيارو ماڻهو جي گڏ سفر ۾ هجي
حال جهڙو ٻيي هجي هلبو آ

-O-



چنبيلي گل جي خوشبو
اوهان جي ياد ڏياري وئي

ڏئم ترندي ڪا ٽي ٻيڙي
دريا جي هن ڪناري وئي

وڄي اڌ رات جو پائل
مون کي ننڊ مان اٿاري وئي

خطا ٿي هوش ويا منهنجا
هُو جو مرڪي نهاري وئي

موڪلائيندي هُوءَ مون کان
اڄ ڏاڍو روئاري وئي

-o-



من جي ڏرتي ٺاري وچ
هينئڙو آهي باھ اسان جو

يادن جا هِن ڍِڳَ ذهن تي
بار نہ ٿورو لاھ اسان جو

تو بن جِيوَن خالي خالي
ڪجھ نہ ڪر ويساھ اسان جو

ڪيسين رهندا زخم هي تازا
نيٺ نہ پربو گهاءُ اسان جو

-0-

ڪا شڪايت رهي نہ آ تو ڪان



بهار رُت ۾ رچي پيا هِن
ڪٽڪ جا سنگ پچي پيا هِن

اسان تہ آجا اڃان نہ ٿياسين
سُور مڙئي ڪجھ بچي پيا هِن

چمن بہ مهڪي پيو آ سارو
گلن تي رنگ رچي پيا هِن

گلاب گهيري ۾ آ ڪنڊن جي
ٿي هٿ زخمي سچي پيا هِن

خوشين لاءِ واجهائي ورهيہ ٿيا هِن
ڄڻ سُور سارا ڳچيءَ پيا هِن

اوهان جون يادون اسان جي سانجهي
لڳي ٿو ميلا مچي پيا هِن

-0-



خزان جي پن وانگي ڇڻ
ڇڻيا آهيون ڀُريا آهيون

پائي پاڪر ڇولين کي
لهرن مان تريا آهيون

وڃو موٽي او اوڇاڳا
ٿڪِي هاڻي سُتا آهيون

اسين دردن جي جهوليءَ ۾
ڏکيا ڏاڍا ڀَريا آهيون

وڏيون کي منزلون جهاڳي
بس هاڻي ٿي وَريا آهيون

-o-



اداسين جا ڏيئا اجهائي ڇڏيا هِن
اسان درد پنهنجا لڪائي ڇڏيا هِن

ٿڪل پيي هياسين پر هلندا رهياسين
سفر منزلن تي ڪُٽائي ڇڏيا هِن

اوهان ڪان پوءِ اسان جي اڱڻ جا
خزان گل سارا سُڪائي ڇڏيا هِن

ڪري الوداع سڀ غمن کي اسان
دردَ ماضيءَ جا سارا ڀُلائي ڇڏيا هِن

-O-



کلياسين،  رُناسين مڙئي خير آ
جلياسين، ہرياسين مڙئي خير آ

اوهان کي مبارڪ سيجون گلن جون
ڪندن تي سُتاسين مڙئي خير آ

سڄي رات توکي ڪِلائي ڪِلائي
اسين جي رُناسين مڙئي خير آ

اوهان کي رسائي منزل تي ساٿي
جي رستو ڀُلياسين مڙئي خير آ

-o-



اچو مون کي ساجن کِلائي وڃو
گِلن کي گِلن سان ملائي وڃو

گهٽا ڏينهن ٿيا گهر ۾ اونداهه آ
ڏيئو ڪنهن ڪنڊ ۾ جلائي وڃو

پيا پيچرا پنڌ ۾ هِن ڪُٽي
متان مون کي ساجن رلائي وڃو

ملڻ پنهنجو هاڻي ٿئي يا نہ ٿئي
سڀئي رنجشون اڄ ڀلائي وڃو

-O-



اوهان جي دل تان لهي ويا هُون
ڦڙو ڦڙو ٿي وهي ويا هُون

اسان لاءِ ٿيندو نہ ڪر پريشان
ڏکن سان هاڻي ٺهي ويا هُون

اڃان ٻيو آهي رنڻ اسان ڪان
اسان تہ هن ڏي ڪَهي ويا هُون

تنهائي هاڻي ڪندي ڇيلا ڇا
اڪيلا گهر ۾ رهي ويا هُون

-o-



ڪلي ڪلي تي شباب وانگي
اوهان جو جوڀن گلاب وانگي

اسان جي نيڻن تي ڏنڏ چانيل
اوهان جون نظرون عقاب وانگي

ڪڏهن ٻي پڙهجي سگهيو نہ جيڪو
اسين تنهن بند پيل باب وانگي

-o-



رُنو آ رات ڏاري کو
ويو ڇڏ ٻاھ ٻاري کو

قدم ويا ھِن کُپي منھنجا
ويو آھي نھاري کو

سھارا سڀ ڏُئي ڀھرين
ڪري ويو بي سھاري کو

اٿي اڌ رات ڏاري جو
پيو توکي پڪاري کو

ڪري چولين حوالي ڇڏ
ڪِلَي بيٺو ڪناري کو

-o-



جڏهن تو جهومي جهونگاريا
تہ گيت سارا گلاب ٿي پيا

پڄي پيا نيڻن جا بند سارا
اکين ۾ ڳوڙها سيلاب ٿي پيا

اسان تي قسمت رهي مهربان
سوال سارا جواب ٿي پيا

اگهور ننڊ ۾ سُتل کي جذبا
جاڳي پيا ۽ بيتاب ٿي پيا

هيا هوائن ۾ جَي اجهاٽا
ڏيئا سي چمڪي مهتاب ٿي پيا

-()-



هي منزل جِيوَن ساري جي
جڻ ٽڏڙي رات سياري جي

جنهن مند، لڏي ويا جوڳيئڙا
سا موسم هئي وسڪاري جي

ڇا ڳالهہ ڪجي تن نيڻن جي
جڻ ڇولي سمنڊ ڪناري جي

بس جل ٿل ڪري وئي من سڄو
هُوءَ بارش بادلَ ڪارَي جي

اڄ نظرن سان سيراب تون ڪر
پڄ اڄ نہ هِن اڃياري جي

-o-



ڪا سار پئي جاڳي
جهونگار پئي جاڳي

تو ناز مان سڏيو سا
پُڪار پئي جاڳي

گذريو آ هُو گهڻيءَ مان
هٻڪار پئي جاڳي

موڪل خزان آ ورتي
۽ بهار پئي جاڳي

-o-



توکي ساريون پيا، لڙڪ هاريون پيا
گس، گهٽيون، رستا، نهاريون پيا

هن جي محفل ۾ هن جي ئي سامهون
هن کي ڏسندي ئي نيڻ ٺاريون پيا

ياد توکي ڪري، پري تڏڙا
ساهه هي، پاڻ کي ئي ٻاريون پيا

تنهنجي راهن کي آجيان لاءِ پرين
وک وک تي بيهي سينگاريون پيا

بس حياتيءَ جا ڏينهڙا هن ڪان سواءِ
ڪيئن ٻڌايون ته ڪيئن گهاريون پيا

-o-

پکي پيا تا ٻولينِ، باک ڦُٽي آهي
ڪرڙا پيا ٻڌائينِ، رات ڪُٽي آهي

حسرت ڀري نگاهه سان تصوير ۾ مصور
ڪنهن شام جي منظر جي تصوير ڇِٽي آهي

ڪجهه ڏور هتان ڪان هي آواز ٻُڌم کھڙو؟!
ڇيرون وڄن پيون يا ڪا ڇير ٽُٽي آهي

مان ڇرڪ ڀري ڇا لاءِ اڌ رات پيس جاڳي
ڪنهن خواب هو جاڳايو يا ننڊ ڦٽي آهي

محفل تي ڇو ايڏو سناٽو آهي ڇانيل
خاموش آهي راڳي يا ڳالهه کٽي آهي

-0-



گلابي چپن جي صدا ٿي وياسين
جواني آلهڙ جي ادا ٿي وياسين

ڪري خواب سارا اوهان جي حوالي
پري ٿي پري ڪان ودا ٿي وياسين

پائي ڳل ڳراٽي وڏائين جو ياڪر
ويو ساهه نڪري ٿڌا ٿي وياسين

هيا ڪوڙ چهرا محفل سڄي ۾
الاءِ ڪيئن توتي فدا ٿي وياسين

محبتون اسان جون پڄاڻيءَ تي پهتيون
اسين روئي روئي جدا ٿي وياسين

-0-



بادل ٽر ۾ برسيا آهن
مارو پٽن تي ترسيا آهن

چوٽري آڏو چنڊ پئي چمڪيو
۽ چوڙا تو لاءِ ڪڙڪيا آهن

مارو سارا موج ۾ آهن
مال وٽاڻن وڙڪيا آهن

پٽن آ پاتو سائو جوڙو
ٿر ٿر ٿوهر ٿرڪيا آهن

تنهنجي ياد جا شعلا من ۾
ڀڙڪا ڏيئي ڀڙڪيا آهن

-0-



آجيان لاءِ گهر کليو ئي رهيو
تون نہ آئين پرين در کليو ئي رهيو

ويو هان پلجي منزل پنهنجي
دل دکن تي ائين رليو ئي رهيو

مان ڄاڻان ٿو تون نہ ايندين وري
آسرو تنهنجو پليو ئي رهيو

رات اونداهيءَ ۾ روشنيءَ لاءِ
هڪ ڏيئو ئي هيو جليو ئي رهيو

-o-



ڪو ٻنگ چريو آ چانديءَ جو
يا ساز وڳو آ آڌيءَ جو

دڳ مسافر پلجي ويو آ
ترسيو هو جو آڌيءَ جو

چمن پيو احوال ٻڌائي
هير ٿڌيءَ هيڪانديءَ جو

-o-



نيڻ لڙڪن سان آلا ڪري ٿو وڃي
هُو پري ٿو وڃي، هُو پري ٿو وڃي

اک ڪڪوريل سان هر هر نگاهون ڪٽي
موج دريا حوالي ڪري ٿو وڃي

هيرون هينئڙي ۾ جڻ هري هن پيون
ياد جيئڻ جيئڻ مون کي ڪري ٿو وڃي

ويندي ويندي واڪا ڪندو ويو هليو
جڻ صدين لاءِ صدائون ڪري ٿو وڃي

-o-



تارا تکيندي رات وئي گذري
توکي سڏيندي رات وئي گذري

چرڪَ پرَي پيا ڇُلڪي سپنا
ڳوڙها اگهيندي رات وئي گذري

ساپيان ٽيڙ ڪان اڳ ٽُٽي پيا
خواب جوڙيندي رات وئي گذري

تنهنجي گهر جي ڪاڏي ڳِلي وئي
رستا ڳوليندي رات وئي گذري

تنهنجي تصويرن سان پنهنجا
سور ونڊيندي رات وئي گذري

باک ڦٽي وئي تون ته نه آئين
آس پليندي رات وئي گذري

-o-



رنگ بھارون آيون ميڙي
گلڙن کي پوئنرو پيو چيڙي

جهمريون پائي مور نچي پيو
رنگ برنگي پنک پکيڙي

هر هنڌ تنهنجي سونهن جا چرچا
ڳالهيون هليون پي اوڙي پاڙي

ڏس وسي تو بادل ڪڻئي
ڏور وسي پيو ڳوٺ ۾ کهڙي

رات آ اوڍي سرمئي چادر
يادن کي خوابن ۾ ويڙهي

-0-



ساجن منهنجو منڙو بر ۾
مينهن بنا جيئن مارو ٿر ۾

آءُ هلي تون، آءُ هلي تون
توکي ويهاريان پنهنجي پر ۾

لوڪ اڳيان ٿي مرڪان ويٺي
روئان ويٺي پنهنجي پَر ۾

کوهه تي ويندي، پاڻي پريندي
عڪس نهاريان تنهنجو جر ۾

تنهنجي اچڻ جا گس نهاريان
صبح سانجهي اکڙيون در ۾

موٽ، بهارون موٽي آيون
ساوڪ ساوڪ ساري تر ۾

-0-



چير چم چم ڪندي هو هلِي ٿي اچي
رقص ساري ڪندي ڄڻ ڳلِي ٿي اچي

خوشبو خوشبو هوائون هُڳيِ هِن پيون
ڄڻ گلن ساڻ تازو ملي ٿي اچي

هوشَ، ساعت ۾ سارا هن وڪري ويا
ٺهڪ ڏيندي جيئين هُو ڪِلي ٿي اچي

وڪ وڪ تي آ ورڪا، گلن چانوَ ڪئي
مور وانگي جيئين هُوءَ ٽِلِي ٿي اچي

نظرون هن ڪي تڪينديون ئي رهجي ويون
ڄڻ چمن جي ڪا نازڪ ڪلِي ٿي اچي

-o-



آءُ اسان جي سار لهي وچ
ساجن هڪڙي رات رهي وچ

مرجهائن پيون من جون مکڙيون
دل کي آٿت يار ڏئي وچ

چُپ چَپن تي چو آ چانيل
مرڪي مرڪي ڪجهه تہ چئي وچ

هيل اسان ڏي چو نہ تون آئين
پرچي پئو من هاڻي ٿهي وچ

-0-



سانوڻ رت ۾ ساجن سائين
تون ئي نہ ناهين، تون ئي نہ ناهين

تو ڏي تڪيان بس توڏي نهاريان
آڏيءَ رات ڪان ساجُهرَ تائين

تو بن هاڻي ڪجهہ نہ وڻي پيو
مون کي ايڏو چو ٿو پانئين

پن چڙ رُت ۾ مون لاءِ سائين
باغ بهاربون سانول آهين

تو لاءِ منهنجو منڙو ماندو
مون کي ايڏو چو ٿو سڪائين

-o-



تو ئي نہ ڇيو جانان هل سمنڊ ڪناري تي
۽ پير ڪٿون ڳڏجي هڪ ٻئي جي سهاري تي

نيڻن جي گهٽا گهاٽي ۽ ساٿ تنهنجو ساٿي
سڀ هوش وڃاياسين تنهنجي اک جي اشاري تي

گهنگهور ٿي وسي پئو ساوڻ جيان او سانول
ساوڪ ٿي پئي سموري، هن روح اُجاڙي تي

آ سمنڊ بہ سُرمائي، ڇوليون ٿيون سڏِن ساٿي
بس يادون رهيون آهن گڏ مون سان ڪناري تي

-o-



درد جي آتم ڪٿا لکون ويٺا
ڏينهن ماضيءَ جا سٺا لکون ويٺا

زلف ڇهري تي جو پهريدار ٿيا
وار ڪارن جي سا ڳهٽا لکون ويٺا

گفتي گفتي ۾ تاثير هئي ماڪي مثل
لفظ ڪيڏا هيا مٺا لکون ويٺا

پنهنجا حال پيي اسان سان اور سڄڻ
اسين نہ بس لکون، لکون ويٺا

-O-



اوهان سان وفائون، وفائون ڪيون هِن
اڄ يادن اوهان لاءِ صدائون ڪيون هِن

وڏي ناز سان هن نيڻن تي منهنجي
سندءِ وارن سنديون گهٽائون ڪيون هِن

پلا ڪي بهارون گذريون هتان ڪان
باغن ۾ گلڙن پڇائون ڪيون هِن

ڇڙي پيو جو محفل ۾ موضوع وفا جو
اتي ڪيئن ڇئون تو جفائون ڪيون هِن

وڏي حسرتن سان نهاري اوهان کي
نماڻيون نماڻيون نگاهون ڪيون هِن

خطا هوش منهنجا ڪري وئين هليو تون
غضب جون اوهان اڄ ادائون ڪيون هِن

-0-



توکي ڪيڏو ماٺو ٿي ويو
تو بن جِيوَن ساٺو ٿي ويو

صبح سانجهي تنهنجو شهر
هاٽي اسان جو ٺڪاڻو ٿي ويو

نيڻ اڄان ٿا ويٺا ڳولهين
خواب اکين ۾ پراڻو ٿي ويو

مرڪي مرڪي ملندي سڀ سان
مون کي ڏسي ويڳاڻو ٿي ويو

-o-



اي منزل مان تنهنجي نظر ۾ آهيان
مان سفر ۾ آهيان، مان سفر ۾ آهيان

هُو سدائين جو مون سان رهي ٿو رُنل
ڪيئن پرڇائجي ان چڪر ۾ آهيان

اڄ به نيڻن تي تنهنجون خماريون آهن
پيار تنهنجي جي ڪيڏو اثر ۾ آهيان

چوين ٿو ته، "ايڏو تون رلندو نه ڪر"
مان مسافر ڪنهن وچڙيل ولر ۾ آهيان

-0-



ڀل مون کي ڪٽي وساري ڇڏ
ڪو ڏيئو ئي مون لاءِ ٻاري ڇڏ

ٻوڙها نيڻن ۾ پيا هڻن ڇوليون
ٻائي ٻاڪر مون کي ڪناري ڇڏ

ٻاڻ سان ساڻ وٺي هل مون کي
ڏس اڪيلو نہ ٻي سهاري ڇڏ

-O-



سڀ ميارون تنهنجون لاهيون پيا
ڏس تہ ڪيڏو توکي چاهيون پيا

تون سدائين ائين کِلندو رهين
پاڻ روئي توکي کِلايون پيا

عشق ۾ گهوٽي تنهنجي نازن کي
سُرمَي وانگي اکين ۾ پايون پيا

-o-



اڄ تي تارا چمڪن پيا ٿا
هڪ ٻئي سان ڇڻ مرڪن پيا ٿا

اڌيءَ رات جو خواب ڳڻن تي
تنهنجي ڪارڻ تڙپن پيا ٿا

پل تون پاڻ کان مون کي لڪائج
نيڻ نہ توکي ڳولهن پيا ٿا

تہ وانگي سڀ خواب بہ تنهنجا
هوريان هوريان سرڪن پيا ٿا

-o-



هُن جي لبڙن تي جيئن مرڪ طاري ٿئي پئي
هِن حياتيءَ مٿان ڄڻ برف باري ٿئي پئي

زلف زنجير ٿيا هِن، هُن جي چهري مٿان
ايڏي اونداهہ آ رات ڪاري ٿئي پئي

منهنجي نيڻن تي جيئن هن هٿڙا رکيا
نشيلي نشيلي خماري ٿئي پئي

تون ٻُڌائي پرين مان ٻُڌان ٿو پيو
جا اڌوري هئي ڳالهہ پوري ٿئي پئي

اي خزان هاڻي موٽي هلي وڃ هِتان
اڄ منهنجي اڱڻ تي بهاري ٿئي پئي

-o-



وري ٽا گونجن پيا پڙاڏا
اسين دڳن تي پڪار ٿياسين

هياسين پياسا اسين پنڌن ۾
پري پيالا چڪار ٿياسين

جڏهن پيي اکڙين پڳي ڪا آرس
اسين ننڊن جا خمار ٿياسين

گلاب ڳليون پيون ٿيون مهڪن
اسين گهٽين جا سينگار ٿياسين

ڪلهن تي پنهنجا وزن سٽياسين
ڪڏهن نہ تو تي ڪو بار ٿياسين

-o-



تري مرڪ آئي ڪومايل چپن تي
وُني رات برسات پوئن پٽن تي

وري آيون موٽي ڇهري تي مرڪون
آهن ٿهڪ ڪچهريون اڱڻ ۾ ڪٽن تي

وري واري ٽر ۾ مهڪي پئي آ
ڦهريو ويس نيرو گلن آ اُڪن تي

ڪٿي ڪوڙ خوشيون بوندون جو آيون
لڳو جڻ مرهم پراڻي ڦٽن تي

-o-



جڏهن ملي ويندو آهين
ڏاڍو ياد ايندو آهين

رابيل جڻ ٽڙن ٽا پيا
جڏهن مٺا کلندو آهين

ڪجل پنل ڪارا ڪارا
نيڻ جڏهن کڻندو آهين

ڪَٿَ ٿي ناهي ڪيئن ٻڌايان
ڪيڏو مون کي وڻندو آهين

-o-



جيئن گذرَي گذاربي آهي
زندگي ها سنواربي آهي

جا وٺي وڃي منزل ڏي
راھ سا ئي نھاربي آهي

جڙيل جند ھجي جن سان
جندڙي تن تان واربي آهي

جِيوَن جي ھر گھڙي ساعت
پنھنجن سان گھاربي آهي

ڪري حوالي پاڻ سوچن جي
حياتي ائين نہ ڳاربي آهي

-o-



چانڊوڪي رات جا منظر وسريا ڪٿي آهيون
گهمياسين جن ڏڳن تي ويندا سج لٿي آهيون

پلا چا پيار ۾ ايڏو ناراض ٿيبو آ
پڇندو ته ڪر ساجن توکان پوءِ ڪٿي آهيون

سنڌو ڪناري گڏ گذاريون سين گهڙيون
اڪيلا تنهنجي يادن سان ويندا اتي آهيون

اسان جي من ۾ نفرت جو هوندو ئي ڦڙو ناهي
اسين ته پيار جا هر هنڌ ويندا ٻج ڇٽي آهيون

-0-



انڌيري رات ۾ ڪوئي
ڏيئو ڪو ڏور پيو چمڪي

تنهنجي يادن جو من ۾
وڏو جڻ مچ پيو ڀڙڪي

ڏني دستڪ هوائن هئي
مون سمجهيو در پيو کڙڪي

ڪري ويو زخم تازا هُو
باهه تي تيل جيئن ٽڙڪي

نئون اڄ سُور پيو سنبري
صبح ڪان اڪ پئي ڦڙڪي

-o-



حياتيءَ ۾ ھڪڙو شخص
ٽڏي ڪنھن ھير وانگي ھو

وڇوڙي جو اھو منظر
تکي ڪنھن تير وانگي ھو

زخم سو ڪيئن پلا پرچي
جو وڏي چير وانگي ھو

-o-



چاندوڪيءَ ۾ چنڊ تڪيندي
رات گذاري آهي لڇيندي

باغ ۾ مون هڪ شخص ڏٺو
روئي روئي گل پٽيندي

تنهنجي شهر ۾ وقت هيئن گذريو
ڳليءَ ڳليءَ ۾ گل چٽيندي

ڪو سڏڪي پيو اڄ محفل ۾
هر هر پنهنجا ڳوڙها اگهيندي

-o-



روئي روئي رات گذاري
توکي ساري رات گذاري

ڏاڍي تنهنجي سڪ لڳي هئي
تنهنجي شهر ۾ رات گذاري

اوجاڳن سان ساٿ نڀائي
جاڳي جاڳي رات گذاري

-o-



ٿي وسريو اڃان مون کان منظر شام ڍاري جو
ڪيان پيو تذڪرو سائي سنڌوءَ جي ڪناري جو

هوائن ۾ جڏهن لهرن سَٽا ٿي ناز لهرن جا
لٿو ناهي نشو تنهنجي نيڻن جي اشاري جو

وڃائي وار اکڙين تي پڇين ٿو هوش باقي آ
تري پيا عڪس اڄ ساڳيا ويو هين باهه ٻاري جو

ڏنائين ٺهڪ ٿي ڪيڏا، مروڙي هٿ منهنجي ڪي
ويو ٿي ساهه نڪري ڇڻ، اسان جي جسم ساري جو

-O-



هڪ ٻئي کان جو پاڻ چنا هُون
ڏاڍا رنا هون، ڏاڍا رنا هُون

چلڪي پيا هن لڙڪ اکين مان
روئي روئي سارا پِنا هُون

ناهي اجهاڻي پياس چَپن جي
آءِ ڏسي وڃ ڪيڏا اجا هُون

آڌيءَ رات جي اونداهين کان
تو کان پوءِ ڏاڍا ڊنا هُون

پيار پريا ڪجهه ٻولَ لکي وڃ
ڪورا ڪورا خالي پنا هُون

-o-



تي پوي شل وري ملڻ پنهنجو
حياتيءَ ۾ هي حسرتون آهن

جن گهڙين ۾ توکي سوچيان ٿو
ڪيڏيون انمول سي ساعتون آهن

توکي شدت سان چاهڻ جون
مون ۾ پئجي ويون عادتون آهن

سچ ٻڌايان ته تنهنجي مرڪڻ سان
دل کي ملنديون راحتون آهن

-0-



اڪن گل نيرا جڏهن پيي ڦُلاريا
اسان خواب پنهنجا سنجهي سان اُتاريا

جڏهن پيي اوهان جي تري ياد آئي
اسان ڏئي نياپا پکين کي اُڏاريا

آشيانو اوهان جو ٿهيل آ گلن جو
اسان پنهنجا جذبا ڪنڊن تي سُمهاريا

ڇڏي وچ دريا ۾ هليا ويا اسان کي
ڪٺي جيڪي پنهنجن ڪلهن تي اُڪاريا

-0-



اجان يي رات ڪاري آ
اها ئي بي قراري آ

رئل مرڪ پنهنجي مون
ڪري منٿون واري آ

نشا ويا لهي آهن
اکين تي بس خماري آ

اها عادت جفائن جي
توکي ڪنهن سيکاري آ

-o-

يادگيرين جي انتها ٿي پئي
هن کي چاهيوسين جڻ خطا ٿي پئي

اڄ جو محفل ۾ مسڪرائي ڏنئين
رسم چاهت جي هڪ ادا ٿي پئي

ڪيئن ڪجي، ڇا ڪجي، صلاح ڏيو
دل تہ هن تي ئي بس فدا ٿي پئي

ڪلندي ڪلندي ئي ڇا ٿيو هُن کي
ڇا سبب ٿيو، جو هُوءَ خفا ٿي پئي

هن جي نيڻن ۾ لڙڪ، ڇوليون هيا
ماڪ ڇپڙن جي، جڻ صدا ٿي پئي

مون پڇيو زندگي ٿي گذري ڪيئن
نيڻ جهڪيا، ۽ چُپ نِهان ٿي پئي

نير ڇهري تي هُن جي ظاهر هئا
ڪيئن سمجهيم تہ بي وفا ٿي پئي

-o-



## گيت

جڏهن گل ڳاڙها ٿي ميندي پون
جڏهن خواب يادن جا قيدي لڳن
جڏهن وار ڪارا ٿي چاندي پون
تڏهن ڪوئي توکي گهڻو ياد ايندو

جڏهن انب وڻن ۾ شاخون ٿي پچندا
جڏهن رنگ سرخيءَ جا لبڙن تي رچندا
جڏهن چرڪ نيڻن مان چوليون ڏئي اٿندا
تڏهن ڪوئي توکي گهڻو ياد ايندو

جڏهن گهر جي اوئي تي لوڏون تون لڏندينءَ
جڏهن گونج گيتن جي ڪنن تي ٻڌندينءَ
جڏهن لڙڪ پنهنجا تون پوتيءَ سان اگهندينءَ
تڏهن ڪوئي توکي گهڻو ياد ايندو

جڏهن سرنهن چوٽيءَ تان ڪونجون مٽينديون
جڏهن منهنجو توکان سهيليون پيون پڇنديون
جڏهن چوڙيون ٽوٽا ٽوٽا ٿي ٽُٽنديون
تڏهن ڪوئي توکي گهڻو ياد ايندو

-o-



## گيت

ڪارونجهر جي ڪور تي ٻولَي
مور پيو ٻولَي، مور پيو ٻولَي

سانوڻ بوندن لاٿا ڪڙڪا
ٿر سڄي ۾ ٿوهر ٿڙڪيا
بر پٽن تي مارو مرڪيا
چوٺري آڏو چڪور پيو ٻولَي

رم جهم رم جهم برسيا بادل
تو لاءِ تڙپي هينئڙو سانول
توکي ساري منهنجي پائل
ٻاٻيهو ڏس پنک پيو کولَي

ٿاري ٿاري مهڪي ساٿي
روهيڙي جڻ ميندي لاتي
هاءِ تو ڪيڏي دير آ لاتي
مون کي ڏس وَئين ڪيڏو رولَي

ڪپ، ڪَنيون ۾ ڪونبٽ نِسريا
توکي پنهنجا سَيڻَ ڪيئن وسريا
سپنا موتين وانگي وکريا
توکي منهنجو پيار پيو ڳولَي

-O-

ڪا شڪايت رهي نہ آ تو کان



## گيت

ڪجين ڪڪور ڪئي آ، هاڻي موٽي آ
ڪڪرن ڦوهار ڪئي آ، هاڻي موٽي آ

پوپٽ ڪي پائي پاڪر
گلڙن ڪيڪار ڪئي آ، هاڻي موٽي آ

آڏيءَ جو هاءِ تو لاءِ
ڪيڏي پڪار ڪئي آ، هاڻي موٽي آ

اکڙين ڪي ڏس چتائي
ڳوڙهن قطار ڪئي آ، هاڻي موٽي آ

محفل پئي ٿي جهومي
چيرن چمڪار ڪئي آ، هاڻي موٽي آ

-o-



## چؤسٽا

کيس چئجو تہ اڄ هُو ڪجهہ نہ چوي
درد دل جا ڪلام ڪن ٿا پيا
پنهنجا سڀ خواب وڃ ڪٺي ميڙي
سي پريشان جام ڪن ٿا پيا

-

تون وري آءُ، مَنَ رهاڻيون ڪيون
ڪوڙ ڳالهيون گڏي، پراڻيون ڪيون
نظرون نظرن سان ڪري جوڙ ٻئي
اکڙيون هيڪر وري نماڻيون ڪيون

-

رات ڪاري نراس ٿي ناهي
۽ مرڪڻ جي ڪا وٿي ناهي
تون ڪرين ٿو وڃڻ جون ڳالهيون منا
سِڪَ ساجن اڃا لٿي ناهي

-

مون تي احسان هي ڪريو وڃ تون
ڪڏهن منهنجي اڱڻ لڙيو وڃ تون
پنهنجي دردن جي لکيم جا ڪُليات
ايندي ويندي ڪڏهن پڙهيو وڃ تون



هينئڙا ڏار نہ ٿي مون کان
منهنجي مچ، ڏس ٻار نہ ٿي
سارو جِيوَن دريا وانگي
تنها تون ٻَي پار نہ ٿي

-

هِيرَ ٿڏڙي وري هري آهي
سار تنهنجي اڄ وري آهي
جا وچائجي وئي تو کان پوءِ
مرڪ مُک تي سا اڄ تري آهي

-

گل ٽاريءَ مان ڪو ئي ٽُٽل ٿا لڳون
ڪو پراڻو سُراڻو غزل ٿا لڳون
تنهنجن سمورن گيتن مان اسين
ڄڻ شعر ڪو ئي ڪُٽل ٿا لڳون

-

جيئن جيئن تو تي پهرا ٿي ويا
تو سان ناتا گهِرا ٿي ويا
تنهنجي لاءِ ڀڻڪي ڀڻڪي
خواب اکين ۾ ميرا ٿي ويا

-



اسان جون سارون سمجهڻ نہ ڏينديءِ
گهڙيءَ لاءِ پل پُلائي ڏس تون
گلن سان آجيان ڪبي اوهان جي
پلي کو ميلو مچائي ڏس تون

-

پن چڻ وانگي وڪري وياسين
تنهنجي دل مان نڪري وياسين
اسان کي هر دم ياد آهين تون
پر اسين تہ تو کان وسري وياسين

-

تو کان هڪڙي ڳالهہ پُڇان مان
لب لڄن تا ڪيئن ڪُڇان مان
سڪ لڳي آ ساجن تنهنجي
هڪڙو پيڙو آءُ ڏسان مان

-

گهٽا گهنگهور ٿي وئي آ
هوا اڄ زور ٿي وئي آ
ءِ ڪارونجهر جي هنج ساري
رڳو بس مور ٿي وئي آ

-



چانڊني رات جا منظر پليا ناهيون
اوهان کان پوءِ وري کِليا ناهيون
پڌو آ تہ هُو آ بدلجي ويو
ملي تہ خبر پئي اجان مليا ناهيون

-

اوهان جي تانگھہ ساڳي آ
اجان ڪجھہ رات باقي آ
ڪَتين ڏِسُ ڪَرَ آهن موڙيا
تو لاتِي دير ڏاڍِي آ

-

ائين مُرڪي نقابن ۾
ملين ڇو تُو حجابن ۾
اڃي جوڙي ۾ ائين آهين
چنبيلي ڇڙ گلابن ۾

-

لهرن ۾ ٽي لڏنديون ويون
ننڍڙيون ٻيڙيون ڪاغذ واريون
نندپڻ جون اڄ ڳالهيون ساري
آءُ تہ ماضيءَ ڪي ورجايون

-

چمن جا مرجهايل گل سارا
بهار رت ۾ جڏهن ٽڙن ٽا
پکين جون لاتيون ٽين ٽيون لوريون
ءِ پؤنر پُون پُون اڃي مِڙن ٽا

ڪا شڪايت رهي نہ آ تو کان



ياد مون کي جڏهن ڪندو هوندو
گهڙي ڪن لاءِ چرڪندو هوندو
مون ڪان پوءِ هُو الائجي ڪنهن سان
پل ۾ رسندو ۽ پرچندو هوندو

-

ويهه سامهون سڄڻ اڄ جلدي نہ وڃ
ڏسي توکي اکڙيون ٺري ٿيون پوَن
ٿڪ ڏيئي جڏهن پي ملندو آن
مُک تي رونقون ٺڙي ٿيون پوَن

-

گهاءَ ڏيئي وَين ڪيڏا سارا
هيڏا سارا، هيڏا سارا
خواب اکين ۾ ائين لڳن ٿا
پنهنجا هوندي آهن اڌارا

-

ڪيڏا مٺڙا ٻول پيو ٻولَي
ساوڻ ۾ ڄڻ مور پيو ٻولَي
ماڪ ڦڙن جيان بوند وسي ٿي
جيئن هُو پنهنجا وارَ ٿو کولَي

-

سڏڪي سڏڪي کوئي ويو آ
ڏينهن سڄو هِت روئي ويو آ
ميندي مَهنڊي ساري هٿن تان
لڙڪن سان سي ڌوئي ويو آ



دل ۾ درد هيڪاندو آهي
جِيوَن تو لاءِ ماندو آهي
منهنجو ٿي مهمان اچوڪو
قسمت توکي آندو آهي

-

آءُ اسان جا خواب ڏسي وڃ
نيڻن هاريا آب ڏسي وڃ
پرم جا سارا بندَ ٽُٽي پيا
دردن جا سيلاب ڏسي وڃ

-

نينهن تو سان لڳائي ويٺا هُون
ننڊ پنهنجي ڦِٽائي ويٺا هُون
تنهنجي محفل جي کهڙي ڳالھ ڪجي
ڏس تہ ميلو مچائي ويٺا هُون

-

يادون مون کي پياريون آهن
تنهنجون ئي تہ ساريون آهن
آڌي رات وانگي لڳن ٿيون
ڪجل سان اکڙيون ڪاريون آهن

-

اتر لڳو آ، وربو آ سيارو
موٽي نہ آيو ساڻي پيارو
هو ناز جنهن تي پهاڙ جيڏو
اسان کان تنهن ئي ڪيو ڪنارو



واهه جو تو سان نينهن لڳو آ
ڪيئن ٻڌايان ڪيئن لڳو آ
تير ڇُٽو نظرن مان تنهنجي
جيئن ڇُٽو بس تيئن لڳو آ

تڪيو اسان ڏي بس هڪڙو ڀيرو
اوهان جي اکڙين جو گهرجي گهيرو
سيئي منظر لڳن ٿا ڏنڌلا
ڏٺو جو ناهي اوهان جو چهرو

-

ڪي خواب اڌورا رهجي ويا
۽ نيڻ اجارا رهجي ويا
سڀ خوشيون الاءِ ڪاڏي ويون
پل سُورن وارا رهجي ويا

-

ڪيترا درد ڳڻايون توکي
ويهه سامهون نه ٻُڌايون توکي
تنهنجي حصي جا ڪٽون غم سارا
سڀ خوشيون اسان جون آيون توکي

-

رابيل نيڻ تنهنجا، قاتل اٿئي ادائون
تو جيئن ڪنيون نگاهون، مون سرد پريون آهون
چو فاصلا رکيا ٿئي، دورين ۾ رکيو ڇاهي
ڪجهه ويهه سجڻ سامهون، صدين جون سڪون لاهون



نني‍ڙي وسيم حيدر کوسو سان ملون ٿا.

حياتيءَ ۾ ڏينهن ڏاڍو تيزيءَ سان گذرندا آهن. ننڍڙا ٻار ڪن پل ۾ جوان ٿيندا آهن. پنهنجي پنهنجي حياتيءَ جي مقصد ماڻڻ ۾ لڳي ويندا آهن. جاڪوڙ سندن نصيب بڻجندي آهي. ڪين ڪامياب ۽ ڪامران ڏسي، روح سرهائين ۾ ويڙهجي ويندو آهي. جياپي جو مقصد سمجهه ۾ ايندو آهي.

ننڍڙو وسيم ٻه ڄڻ هڪدم وڏو ٿي ويو آهي. منهنجي پاڙن جيان دوست محمد حسن جو ننڍو پاءُ، هڪ ڪمال شاعر جي روپ ۾ منهنجي سامهون ايندو سچي ڳالهه ته اها آهي ته اندر ڪي اهو ڪوڙو لڳي ٿي نه پيو پر جڏهن سندس خيال جي اٿت، سوچ جو موهه ۽ اندر جي گهرائي، لفظن سان سامهون آئي ته احساس ٿيو ته اسان جو ننڍڙو وسيم هڪدم جوان ٿي ويو آهي. رڳو جوان نه ٿيو آهي، سندس اندر جو شاعر ٻه اهڙي ئي جواني ماڻي رهيو آهي.

مقصد رڳو تعريف ڪرڻ ناهي. هي شاعريءَ جو مجموعو جڏهن اوهان جي هٿن ۾ آيو آهي. ته وسيم، پنهنجي پوري اعتبار، اعتقاد ۽ يقين سان اوهان جي هٿن جو ڇهاءُ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هُن پنهنجا خيال اسان ۽ اوهان تائين پهچائڻ جي سگهه ساري آهي ۽ سندس پورهئي جي پختہ گيري، اسان ۽ اوهان کي گهڻو ڪجهه سمجهائي وجي ٿي. جيتوڻيڪ ننڍڙي عمر ۾ ئي، هُو ڪيترن ئي سرموڙ راڳين پاران ڳايو ويو آهي پر اندر جي ايوان ۾ اها دري کُلي ٿي ته جي اوهان جي ڇهڻ تي سندس شاعري گونجي ته بس، محبت جي منزل ڪانئس پري نٿي وڃي سگهي.

دعا آهي ته ڪريم رب جل شانہ کيس ائين ئي نوازيندو رهي ۽ هُو شاعريءَ جي ميدان ۾، سنڌي توڙي اردوءَ ۾ پنهنجو مقدار، معيار ساڻ وڌائيندو رهي.

**محمود مغل**

امرتا ڇاپ گهر

6 جولاءِ 2023ع





نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورھ ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

